# ڪُلهي پاتم ڪِينرو

( سنڌي ڪلام جو مجموعو )

— شيخ اياز

ڇاپو پهريون]　　ڊسمبر ١٩٦٣ع　　[تعداد ١٠٠٠

قيمت: [redacted]



ملڻ جا هنڌ :

١- ”ادارهٔ آواز ادب“،
الهداد چنڊ جو ڳوٺ،
حيدرآباد سنڌ.

٢- ”ادارهٔ ادب نو“،
ويسٽ ڪچو، حيدرآباد سنڌ.

Printed by Aijaz Mohammed Siddiqui, Manager, Sind University Press, Hyderabad and Published by Ghulam Rabbani A. Agro, 3- Civil Lines, Hyderabad (Sind), W. Pakistan.

جي سماج کان فرار ممڪن آهي ، تہ اهو انهيءَ زمين کان فرار آهي ، جنهن مان آرٽ جي پرورش ٿئي ٿي . گوگيءَ ۽ مايا ڪوسڪيءَ * جو فرار آپ - گهات جا ٻہ مختلف طريقا آهن . ٽيون طريقو اهو آهي، جو مون چونڊيو آهي : پنهنجي ويساهہ جي چنڊ ڇاڻ ڪري، بنيادي ڳالهيون ڳولي لهان، هر عارضي ۽ مصلحت آميز ڳالهہ کي ٿڏي ڇڏيان ۽ پنهنجيءَ جاءِ تي اٽل ٿي بيهان، ۽ ان لاءِ مون کي جيڪي بہ سهڻو پوي، اهو سهان .

—

هر عظيم فنڪار پنهنجي دور کان اڳ ۾ پيدا ٿيندو آهي .

—

تاريخ گواهہ آهي تہ ڪڏهن بہ جبر و ستم ۽ رسم و رواج جي ماني پاڻيءَ زندگي پيدا نہ ڪئي آهي. هر دور ۾ اهڙي انسان جي ضرورت آهي، جو ان ۾ ٻٽر اڇلائي، ولوڙا پيدا ڪري. زندگيءَ جو مدار هميشه انهيءَ تحرڪ تي آهي، جو هڪ انوکو

---

* پال گوگي - مغربي مصور، جنهن کي مغربي سرمايدارانہ تهذيب سان بي انتها نفرت، پونوچ سمنڊ تي هڪ فرينچ ڪالونيءَ ٽهنيءَ ۾ وڃي وڻي، جتي هن تهذيب کان پري باقي زندگي گذاري ۽ زندهہ جا ويد نقش تخليق ڪيا.

مايا ڪوسڪي - روس جي انقلاب جو عظيم شاعر جنهن انقلاب کان پوءِ، سياسي ۽ سماجي فضا نامازگاريءَ سبب خودڪشي ڪئي.

اڙينگ انسان پيدا ڪري ٿو. انهيءَ زندگيءَ جي واسطي هرقوم کي ڪي جوکا ڪڻڻا آهن ۽ ان کي ڪفر ۽ بغاوت کي ڪجهه جاءِ ڏيڻي آهي. جي ان کي زنده رهڻو آهي، ته ان کي اهو جوکو ضرور کڻڻو آهي.

— هر برٽ ريڊ
("شاعري ۽ انارڪزم")

اڄ وچ ختم ٿي...
مان اڪيلو بيٺو آهيان...
هي جيون کهڙو نه ڪٺن ۽ منهنجو پڙائون رستو ڪيترو نه لمبو آهي!

(روسي شاعر، پاسترنڪ)

مان اِنهيءَ ساراهه جو مستحق نه آهيان:
سچ پڇ، منهنجا دوست، منهنجو جيءُ جلڻ لڳي ٿو،
جڏهن تون منهنجيءَ سچائيءَ جي ساراهه ڪرين ٿو.
مانَ انسان وانگر رهان ٿو نه چيتي وانگر.
منهنجيءَ ستم زده دل ۾ خوف جو آستان آهي.
اعتبار ڪر ته مان خوف زده آهيان! مان خوف زده آهيان!
ها، پر —
مون کي موت کان به وڌيڪ خود فريبيءَ ۽ ذلت جي زندگيءَ کان خوف ٿئي ٿو.

(هنگريءَ جو شاعر، زولٽن زيلڪ)

تون ٺڪر جي ٽانوَ ۾ پاڻي پي رهيو آهين ، مان توکي بلور جي صاف ڪوزي ۾ سيءَ آڇيان ٿو. تون منهنجيءَ سيءَ ڪان ڇرڪين ٿو ، ڇو ته توں اِنهيءَ پيتل تلاءَ جي پاڻيءَ تي هري ويو آهين. توکي اِهو ٻاڙو پاڻي گهر ويٺي ملي ٿو ، تنهنڪري توں اِها تڪليف به نه ٿو وٺين ته توں آهو شفاف جهرڻو ڳولي لهين، جنهن جي پر تان تنهنجا وڏا ڪجهه صديون اڳ لڏي آيا هئا. سون انهيءَ ساڳي جهرڻي جي پاڻيءَ تي انگور جون وليون پوکي ، انهن جي ميوي جي رس مان هيءَ سيءَ جوڙي آهي. توں انهيءَ مان چُڪي چکي ڏس. شايد اِها توکي سر ڪري ڇڏي.

—— ش. ا.

سيد حسام الدين راشديءَ جي نالي
جنهن جي روح مان
مون کي آروڙ جي مِٽيءَ جي پِني خوشبوءِ
ايندي آهي.

# فہرست





”سڻي تنهنجو سَڏُ، کُلهي پاتُم ڪينَرو“

ـــ شاهه

ڪنهن جي لاءِ ڪُماچ، صديون رهيو سانت ۾ ؟
سارو ڏيهه ڏياچ، مَڱڻو ڳوليو ماڻهوءَ !

آڌيءَ رات اُداسُ، اَن تي آرتيون آڱريون،
ماڻهوءَ ماڻهوءَ ماسُ، ڪوري آيو ڪينَرو .

ساڳي ساچهه آڱريون، ساڳي ساچهه سازُ،
مان، منهنجو آواز، ڪنهن جون ٿو ڪارون ڪري!

نڪتا تنهنجيءَ تند مان، ٻَهه ٻَهه ڪري ٻاڻَ،
چِٽَر آ تنهنجيءَ چاڻ جي، سازن منجهه، سُڄاڻَ،
آئي ٿو آهڃاڻَ، کهڙا کهڙا ڪينَرو!

چانڊڪ چانڊڪ چَنگُ، چوريم چوڏينهنءَ رات جو،
لوٽيون ڪيٿي لوڪ جون، نڪتيون اوڙهي ننگُ،
چي، "هي ٽيندو ڪير آهه، اَڻ ڪوٽيو آڙٻنگُ،
ڏاهَپَ ڏاهَپَ ڏنگُ، ٻهتو جنهن جي ذات مان!"

ڳائيندي، وچ دَڳَنّ، جهُمريون هيون جندڙيءَ،
هڪڙي هٿ ۾ ڪينَرو، ٻيءَ ۾ تنهنجي چَڱ،
ماڻهوءَ جا مارڳ، ڪنهن ڪنهن ۾ ڪيئن ٿو لُڇين!

تو جا سمجهي سيٽَ، سا آهي ڪاتيءَ ڪوٽَ،
ڳائي ڳائي ڳوٽَ، ڪُهندو ويو ڪينَرو.

تو جا سمجهي سيٽّ، سا آهي وائيءَ وَڏّ،
گهارا وجهي گهاوَ سان، ڏاري، ڏاڍي، ڏَڏّ،
هيڻا هانوَ! نه ڪَلِ، آن مان پنهنجو آسرو.

تو جا سمجهي مٽ، سا آڳ آٿڻي انمول،
جنهن جي سوچ سماج کي، ڪري رکّ رَتول،
ٻارڻ ٻاري ٻولُ، جَرڪائي ٿو جندڙيون.

تو جا سمجهي سٽ، سا پَڙڪي ته پُونچال،
ڊاهي هٺي ڊير ۾، سارو خام خيال،
پَٽ َ مٿان پامال، ڪري ڪينگرا ڪوڙ جا.

تو جا سمجهي سٽ، سا اچ تائين اتهاسُ،
جنهن ۾ ڪر موڙي آٿيو، ڪوي ڪاليداس،
آيو جنهن جي اوٽَ مان، وِدياپتيءَ واس،
ٻنائيءَ جي ٻيٽ تي، جنهن جو نينهن-نواس،
جنهن ۾ منهنجو ماس، ڪوري آيو ڪينَرو.

تو جا سمجهي سٽ، سا سپنن جو سنسار،
آٿي بوءِ بسنت جي، هنڻين وجهي هار،
جوڙي سو جنسار، جنهن ۾ موت مري وڃي.

---

آءٌ ٻڌائي آءٌ، تنهنجي ڪِهڙَ منهنجون اکيون،
ڏِس مون تنهنجو ڪيترو، ڀوريو ناهي ڀاءُ!
ساڳيو جوڳَ جڙاءُ، ساڳيا سڏڙا ساز جا.

توکي ساري سنڌڙي، ساري پٽ ڏٺي،
سُور نه ڏيندي مارئي، ٻي ڪا ماءُ جڻي،
تنهنجي پيرَ پٽي، ذات سموري ڏيهه جي.

آهيان آءٌ آسائتَ، تنهنجي مَٽڙُ جي، او ميان!
تون سا ڪُوءِ ڪَلال جي، جنهن مان منهنجي واٽ،
توکان ٻاهر ٻاٽ، تو تائين آ سوجهرو.

آندي مون سا اوتَ، جيڪا تنهنجي جامَ ۾،
ماري ناهي موتَ، جنهنجي جَرَ جنهنجي جڙيي.

اڳ ۾ هيئس شاهه، شَل مون کي سمجهي سگهين!
سنڌڙي، تنهنجو ساهه، جرڪيو منهنجي جيءَ ۾.

چئه تون مون کان پوءِ، ڪنهن جو ڏيندين، ڪينرا؟
واڪا ڪندي ووءِ، صديون تولئه سنڌڙي!

---

چنگ ڪٽي چوڪٽ، رڳي ڪير رتول جي،
سنڌڙي، او سورٺ! ٻيجل سڀ ٻُجهي ويا .

سگهه ڏي اهڙي سچ، سنهنجي جڪڙيل جيءَ کي،
ڳچي ٽٽي ڳچ، ته به چوان جو چوڻو هجي .

چڪيءَ ساڻ ڇني، ڪڙيون تنهنجي ڪوٽ جون،
چڙهي ٻوري چوٽ تي، ڏنم ٻيچ ٻڌي،
مون کي ڏات ڏني، اهڙي سگهه سرير ۾ .

مونٌ وٽ ٻيو ڪجهه ڪين، آهي اڄ اِن ڪان سوا،
هان، هيءَ سنهنجي ٻين، جرڪي ٿي جنهن سان جيئي .

روئي پيٽي رت، سڏڪا ڀري سنڌڙي،
وِهڻ ٿي لڳو وات ۾، ٻيئر مون کي ٻتت،
هي ٻورو پربت، آخر ڪيئن ٻيٽون ٽٽي!

ڪنڌيءَ سٿان ڪنڌ، نائي رڻو نا ڪٺو،
سائين! تو سوڳنڊ، ڪشتيون سڀ ڪاڏي ويون؟

ڪنهن جي ڪشتيءَ ڪاڻ، واجهائين ٿو، ويسرا!
ڪوبه نه ايندو هاڻ، سانجهي سڀ مري ويا .

ڪڏهن ڪيرندي ڪاڪ، ڪڏهن ملندو سيندرو؟
پڇان وڏي واڪ، سڏ به ڏئي ڪو سنڌ ۾!

## ۷ بيت

آيل! هاريان آنءَ، هنجون ڪنهن جي هنج ۾؟
ڏکي سارو ديس آهه، هر ڪنهن هيٺون هانءَ،
جنهن کي ڏيڍ نه ڏانءَ، سا ڪيئن ڪاٽي ڏينهڙا!

ماڻهوءَ منجهه ميرون، اڳي ڪاڻ اڳرو ٿيو،
ڇاتي ڇاتي ڇپ آهه، ٿيو پيار پٽون،
چارڻ، اڃا تون، چورين ٻيو چنگ کي!

ماڻهوءَ ماڻهوءَ ميرُ، ڇتي، ٻيو ڇت مان،
پُٽڪي ٻيو پيٽ مان، واڇوڙي جو ويرُ،
ڪُٽيا ۾ تون ڪير، جرڪائين ٿو جوت کي!

ڪوڙي ڪچ تي سنڌڙي، هينئون نه هرڪاءِ،
مٺي-موهي ماڻڪي! هاڻي نه پڇتاءِ،
ليلان ٿي ليلاءِ، ته سگهو پائين پيار کي.

ووڙيندي وت، ووءِ، هاڻي پير پنهونءَ جا،
وهائيءَ ويا، ويسري! پتو ڪونه پيوءِ،
شال لڀيئي لوءِ، آريءَ کي اوڏي ٿئين!

اوري اچ ته آگهان، ڳوڙها تنهنجي ڳل تاڻ،
ڪيڏا ويل وهي ويا، تنهنجن ٻچڙن سان،
ڌرتي، ماءَ! متان، پيئي پاراتو ڏئين!

ڏانڊي ڪَپيئم ڏارَ مان، يا تو ڪَپي پانهن،
ڏرتيءَ ڏرتيءَ دانهن، جنهن جي پيڙا مان پڳي.

هاءِ، پَواڻيءَ پونءِ ۾، روڪي ڪو رَت ڇاڻ،
ماڻهو ماڻهوءَ ساڻ، ڪيڏا ڪيس ڪري چڪو!

موٽي ملندؤ شالَ، منهنجا سَرتا سانگيو!
ميڙو ڪَندؤ ماڳ تي، اوريندؤ احوالَ،
جيءُ سوين جنجالَ، سِڪ آهائي ساهه ۾.

وڃو نه ويراڳيو، هيت به ٿيندو سوجهرو،
منهنجو جيءُ جَنڊو آلا، تنهن سان سَاٿ ڏيو،
اِجهو ڏينهن ٿيو، ڪيسين رهندي راتڙي!

ڪاڏي هَليوءُ ڪاپڙي، ههڙي ڪاڪ ڇڏي!
وهاڻيءَ جو ٽا وڃو، کهڙيءَ لوءِ لڏي،
آڏيءَ رات آڏي، اوڏا منهنجي پکڙا!

ڪڏهن ايندين ڪانگ، ڪٿي ڪانگون قرب جون،
سِپِيا ڪڏهن سانگ، مارو ئڙن جي ميڙ جا!

آءُ ڪنياتا آءُ، ڏي ڪا سُڌ سانيهه جي،
ڪوئي واءُ سڳاءُ، سانگين جي سَرچاوَ جو.

آڌيءَ رات آروڙ، ٿڌو ساهه ڀري ڇيو:
مورکَ هاڻي موڙ، پُٺتي واڳ وجود جي.

شال وسين او سنڌڙي، تنهنجا کيت وَسن!
واهوندي جي واءَ ۾، سارو شال مِلن!
جن جي کوٽَ کٽڻ، جهوريو منهنجي جيءَ کي.

شال وسن هي کيت جت کِلٽيون کيڪارين،
پانڌيڙن کي پياس ۾، پاڻي پيئارين،
جيءَ کي جيئارين، جت آربيليون اوتَ سان!

وڄَ وڙٽيون، مَنَ موهٽيون، کِنوٽيون جن جا کيتَ،
مون ڏي ڀانيون بيتَ، آهن پوريون آيتون.

جهُوڙا، جهائين، جهومڪيون، کِلٽا ماڻهو، کيت،
ساري ڀَر ۾ بيت، چارڻ چوندو رهيو.

تون ڏو چوندين ڪَڪَّ، مان آڏران آڪاس ۾،
تون ڇا ڄاڻين آهه جا، لونءَ لونءَ منهنجي لَڪ،
پوياڙيءَ جا پَڪ، آ کيري-اوڻائيتا!

مسجد مندر رَکَّ، رکوالا اِنَ رَکَ جا،
ڪيئي مُلان مولوي، پنڊت مارن جَکَّ،
اوري آءٌ آلکَّ، ڏيئو ڏِيي توکي ڏسان!

تنهنجا پير ڇُهان، ڌرتِيي، منهنجي ماڻڙِي!
ڀاڪُر پايان ڀاوَ سان، ساڻهوءَ ماڻهوءَ سان،
آءٌ نه ڀيو ڄاڻان، مذهب منهنجو ماڻهپو.

مذهب منهنجو ماڻهپو، دين ڌرم سڀ ڌوڙ،
پر ڪي ڳالهه پروڙ، او ڪاڻيارا ڪوڙ جا!

پرينءَ ڪي پڇاءِ، ڪانگا! منهنجون ماڪيون،
جنهن جي سونهن سواءِ، ڏسان ته ڏوهي ڏيان.

مالها! نه مُرجهاءِ، آيو ڪيي آيو پرين،
هينئون منهنجو هاءِ، ڪنهن ڪي پائي ڪيتڪي!

سپنن ساڻ سجاءِ، جهروڪا تون جيءَ جا،
سونهون ڪَڙيون ڪوٺَ جون، پيرن منجهه نه پاءِ،
گهوري! نه گهبراءِ، ويجها آهن واهرو.

ڪانئر ڳولي ڪالهه، سُهاڻو سَرويچ جو،
ماضيءَ ۾ مرڻينگ ٿي، ڊونڊيندو آهه ڊالَ،
وَڏَمُ، وَڏَمُ، جيئين شالَ، مُڙي ڏس نه ماڳ ڪي.

پُوجهه وڌايا پوجهه، سرتيون منهنجي ساهه جا،
ڪڏهن راتيون روجهه، ڪڏهن هاڻي هانوَ تي.

ڏَنَ ساري جي آهي جي، ڌرتيي ڌياڻيي،
پوءِ به پنهنجي جنڊڙي، ڪنهن ڪنهن جو ماڻلي؟
ڪنهن ڪنهن جو سنسار ۾، سُک چو آ ساٿيي؟
آخر ڇا ڇاڻيي، جوڙيه جوڙَ جهان جي!

## بيت ۱۱

وڏو نانءُ الله جو، پر جي ڪجي ڪَٿ،
اُن ڪان وڏي وَٿ، پاڄهارا هيءَ پاڄهري!

ڏوڏي جهڙي ڏالَ، سرتيون ڪائي ساهه جي!
جوڙيا خامُ خيالَ، ماڻهوءَ سورڪ ڪيترا!

بڇڙ يءَ بُڪ بَلا، ديوانا دانا ڪيا،
اڄ داتا جي دان جي، ڪنهن ڪي ڪانُ نه ڪا،
گوليءَ سان گهـُربا، ڪـَڻا پنهنجي ڪيچ جا.

او پـَرُ سارو آڳـَ، چـَر وِچڙ ي، نڪتيون ڇپيون،
ڏرتي! تنهنجيءَ دانهن سان، جرڪيي منهنجي جاڳـَ،
آڄ رت-وَرنا راڳـَ، آرپيان ڏو توکي، آمڙ!

---

هيءَ رت وَرني رات، سُڏڪا ڪيئي سانت ۾،
ساري رَين صليب تي، بيٺي نه برسات،
ڏس، ڏس، مون ڪي ڏات، ڪوڪا هنيا ڪارڻي!

اڃا سچُ سماجُ، سمجهي ڏاڍيءَ دير سان،
اڃا توتي تاجُ، ڪانئر رکي ڪنڌ جو.

ڪاڏيءَ هيٺان هٿ، پروون ڪُٺيون پونءَ تي،
گهوڙا ويا گهائجي، رڻ ۾ روڪي رَتّ،
هيٺان سارا سَٽ، مٿان ڪَڙڪَڙ ڪانَ جي.

سرڙيون سِريءَ ڪاڻ، لٿيون لاسارا ڏئي،
ڪونڌرا! هيءَ ڪنار آهه، ڇو نه هڻين ٿو هاڻ؟
رڻ ۾ رتوڇاڻ، ڇا ڪان ٿئين ڇيگرا!

سج لٿو ٿي، لاش جا، نيوڙيل هيا نيڻ،
ڪيئن وراڻي ويڻ، کهڙو منهن مٿي ڪري!

برسيا مٿان ٻر، دونهين سان دانهون آٿيون،
ڏاري ويا ڏيهه ڪي، ڇيري ويا ڇمر،
اڙي او آدم، هيا، هي ڇا ٿو ڪرين!

ناگاساڪي ناهه، آهي تنهنجي آرسي،
سانئي جا تو ساهه ۾، پنهنٽ ٿي سا باهه،
سياڻو ٿيءُ، ساڃاهه، آڇا ويلَ وئي نه آهه!

---

اڙي سانگي سُک جا، پتو ڪونہ پيوءِ،
ڏونگر سارو ڏک جو، جيءَ سنجهان جوڙيوءِ،
پرجهيئہ تنهن ڪان پوءِ، ڇا ڪان پير پٽون ٿيا.

جهِرمر منجهہ جهانُ، ڪينءَ پَسائي ڪوڪلي،
ڪڏهن ڪاٿيارو نہ هو، اڄ جهڙو انسان،
نہ ڇاڻان نادان، ڪڏهن سمهندو سک سان.

در در گهرِي دانُ، پالهو آندو پاند سون،
ڪجهہ بہ نہ ڇاهيو سون ڏسي، سڀڪجهہ جو شمشانُ،
هاڻي هان حيرانُ، کهڙي سنهن تو ڪان مڱان!

آندي سون اڌ رات، ڪَنئو ٿاهي ڪيتڪي،
هارِي پنهنجو هينئڙو، سَچي پنهنجي سات،
نِوڙي سنهنجي ڏات، متان پير پري ڪرين!

سَڙهيون پوئيون منَ، تاڪُرَ ڪاڏيون ٿوڪرون،
ڪينياتا ڪيڏاوڻا، پَسي ٿيا پَرسَنَ،
دور ٿيا درسنَ، ڪاڪِ پِئلايا ڪاپڙي.

آن جي گودِ سواءِ، آٿت ناهہ آتامرا!
لوليون ڏئي تولاءِ، آيل آد جڳاد جي.

چانڊي آهي چانورَ، ڪائي ڪُوءِ ڪلال جي،
گهانڊي ساڻيءَ مَٽ ۾، پرسان ٽڏا ٽانورَ،
ڪوري-ڪاٺا هانورَ، آءٌ نہ ٽانڊيڪو ٽڻين.

او ڪنهن جي سُرهاڻ، ڪامَهِہ آندي ڪانڊيو!
ترسو، ترسو هاڻ، آءٌ نہ هلندي هوت ريءَ.

اوهيرڙي ڪڻي اوڪَ، تنهنجو جيءُ جهَري پيو،
لڪ نہ پيئي لوڪَ، تاڙا! تنهنجيءَ تانگهہ جي.

آيرِي آلرِي آءٌ، ٻڌجي واڳهہ وجود تي،
سارِي سُرت سَماءٌ، جهونجهاڙي وَچُ جيءَ مان.

ٻٽر ۾ پيهي، گهَتڙيسُ تنهنجيءَ گهُور کي،
پرين پرڏيهي، ويجهو آنهہ وجود کان!

مان ريہڪون تون رنگُ، سايا ساريون مورتون،
تنهنجو منهنجو سنگُ، آهي آد جڳاد کان.

مان ڊونڊيءَ جي ڏارَ، سڙُهہ سان چَنڊ چڙِي پيو،
تِيکَ سان وَهندي تارَ، ڪِيٿِ آهي منهنجي ڪنڌي!

پورنما، پرڏيهہُ، نَوُڪا ٽڏي نير تي،
ساريو مون ساٺيهہ، پِنيءَ ۾ پَٽ جهٽ ڪري.

## ۱۵ بيت

آڌيءَ رات اڱيرَ، ڏني چنڊ چڪور ڏي،
پرجهيي پرجهي پيرَ، ڪيسين ڪٽنديون، ڪارٽي!

مارڳُ ذور، مهلَ، وِهاسي تي وائڙا!
ڪيئن چو نه ڪهلَ، پالڏي پنهنجي پاڻ تي؟

سانجهيءَ وڳو مٽنڪُ، پنڌ نه پڻو ياتري!
پيرو ڊاهي، پڻڪُ، آڏري ويندو اوچتو.

تون ڪانڌي، تون ڪنڌُ، تون ئي سانگُ صليب جو،
تون ئي منهنجو پنڌُ، تون ئي ٿو مون ڏي اچين!

ڪنهن هيءَ آٽي آڪڻ مان، هينئين منجهه هنئين!
جنهن جي پويان موهجي، وائيءَ وِڪ ڪنئين،
نڪي واٽ سنئين، نڪي ساٿي سچ جا.

تون ئي منهنجي لوچَ آن، تون ئي منهنجي سوچ،
پانهيءَ لاءِ پروچَ، ڪاروُن ڪرين ڪيچَ مان.

---

ڪي ڪي اکيون اوپريون، توڙي ڄاڻ سڃاڻَ،
ڪي ڪي اکيون آرسيون، جن ۾ نينھنَ نياڻَ،
ڇڪجي پنھنجو پاڻ، جَڙجي وڃن جيءَ ۾.

ڪامِٿھ وانگر ڪيرُ، آيو آھي اوچتو،
پَٽ تي جنھن جو پير، جھڙي ٻاڪَ ٻسنت جي.

پرينءَ جي پھراڻ ۾، ڪٿوريءَ خوشبوءِ،
جڏھن اچي، جُوءِ، واسي، وڃي، واس سان.

ڪنھن جي ريجھ رھاڻ، ڪنھن جي ڳالھ ڳرانڙي،
گيت پري آھ گودڙي، چڙ تہ ڪويتا ڪاڻِ،
سوچي ڳول سڃاڻِ، وانجھي ناھيآن وت ڪان.

اچا اوري آءٌ، سُري منھنجي ساھ ۾،
رَچي منھنجي راڳ ۾، سرتي تنھنجو ساءُ،
سڄي پچاڙاءُ، گيتن ۾ گڏجي رھون.

---

ڀونءِ نہ آئي ڀانءِ، آلا مان آڏري ويندو سانءِ،
آلا مان آڏري ويندو سانءِ!

مون مان جاڙ نہ ڪر، اي جيڏا! سچ ڏو آءٌ چوانءِ:
آلا مان آڏري ويندو سانءِ!

ليڪ تہ ڀانئيندين تون، هاڻي ڀلي نہ مون کي ڀانءِ:
آلا مان آڏري ويندو سانءِ!

رهندي جيوڻ جي جهرڻي ۾، هن جندڙيءَ جي جهانءِ:
آلا مان آڏري ويندو سانءِ!

ڳائي منهنجا گيت، ڀيو ڀوءِ مون کي ياد ڪجانءِ:
آلا مان آڏري ويندو سانءِ!

---

تو ۾ مون ۾ ڀيدُ نه ڪوئي، آڙي نديءَ جا نيرَ،
آڙي نديءَ جا نيرَ!

مان پڻ آهيان ڪائي جڳ جي سندرتا جي سيرَ،
آڙي نديءَ جا نيرَ!

منهنجي مَن ۾ چندرما جي آڌيءَ رات اُڪيرَ،
آڙي نديءَ جا نيرَ!

منهنجي تن ۾ تات اٿين، جيئن گهلي ڏکڻ جي هيرَ،
آڙي نديءَ جا نيرَ!

تو کي مون کي راس نه آيا، هن ڌرتيءَ جا ڏيرَ،
آڙي نديءَ جا نيرَ!

---

ڪاري رات، ڪتيءَ جو پاڇو، ڪيئي نيڻ نياڻ،
ڪيئي نيڻ نياڻ!

جهر جهر جهرمر، ڪڪرو، ڪارو، پاڻيءَ جو ڀراڻ—
ڪيئي نيڻ نياڻ!

منهنجي من کي موهي ويو، هي منڊ ڀنا ماندياڻ—
ڪيئي نيڻ نياڻ!

ڪوئي ناهه سڄاڳ، سڪي ٽڙي، ڪوئي ناهه سڄاڻ—
ڪيئي نيڻ نياڻ!

---

پُٺتي موڙ مُهار، آلو ميان، پُٺتي موڙ مهارَ!
ڇو تون اورانگهي آيو آن، سانگيئڙن جي سارَ؟
آلو ميان، پُٺتي موڙ مهارَ!

ڪهڙيءَ سوچ سنيا هيئن لاهي، چِت تان چندن هارَ؟
آلو ميان، پُٺتي موڙ مهارَ!

سُرهي سيج ڇڏي تون لڪين، ويڙهي ڪي ويچارَ:
آلو ميان، پُٺتي موڙ مهارَ!

ڪهڙيءَ اُٿَڻ ڪي آرهي تو، تن جي تات تنوارَ؟
آلو ميان، پُٺتي موڙ مهارَ!

ڪهڙي مارڳ موهيو آهي، تنهنجي نيڻ نهارَ؟
آلو ميان، پُٺتي موڙ مهارَ!

اڳتي لَڪُ لَڪ لڳ ڪانڌاري، وِڪ وِڪ ويريءَ وارَ:
آلو ميان، پُٺتي موڙ مهارَ!

ڇو نه ڇپر ۾ تو تون گهارين، ڪنهن ڏولئي جي ڏارَ؟
آلو ميان، پُٺتي موڙ مهارَ!

سَرچڙي جي سنسار نه تو، تون جيءَ نه وجهه جنجارَ:
آلو ميان، پُٺتي موڙ مهارَ!



ڪيچ وڃين ڪنهن ڪاڻِ، پُنهل تون موٽِي آءُ!

رمتيي رات نہ رهندي، راڻول! جيونَ مايا ماڻِ:
پُنهل تون موٽِي آءُ!

پيهر هي پنهور نہ ملندءِ، آءُ پُٺليءَ جي پاڻِ:
پُنهل تون موٽِي آءُ!

هيءَ ڇاتِيي جا آتِيي آهي، تير انهيءَ تي تاڻِ:
پُنهل تون موٽِي آءُ!

هي جڳ هُو جڳ مون سان جَرڪي، مان تنهنجي ڇانڊاڻِ:
پُنهل تون موٽِي آءُ!

---

روز وڪائي، هاءِ نماڻي، وينگس وچ بزار
آلو ميان، وينگس وچ بزار!

ڪپڙا رنگبرنگي جنهن جا، چپڙا چاشني دار
آلو ميان، وينگس وچ بزار!

سُنهن سُنهن آ موسل جي ماڙي، آرهڙ آرهه اسرار
آلو ميان، وينگس وچ بزار!

هرڪنهن ڪاٽي ڪي راڻي جو روپ ڏنو ڪلدار
آلو ميان، وينگس وچ بزار!

ڪنهن جيءَ واچ ڪنٺوري ورچي، هانوَ ڏني هٿڪار
آلو ميان، وينگس وچ بزار!

پوپٽ پوپٽ آڏري ڪنهن جي، ڳانجو پي، گفتار
آلو ميان، وينگس وچ بزار!

ڪنهن جي ڪيسي مان ڪيڪاريو، ڪلجگ جي ڪرتار
آلو ميان، وينگس وچ بزار!

وهيءَ وهيءَ جي وَکري پرکي، ورهه ڪيا واپار
آلو ميان، وينگس وچ بزار!

ممتا ماريءَ ماءُ ٻسيٺي هٿي، جانيءَ لاءِ چمار
آلو ميان، وينگس وچ بزار!

ڪنهن چاتو ٿي، وقت ڪنڌو هيٺن لوليءَ تي للڪار!
آلو ميان، وينگس وچ بزار!

جوڙيو آ جنسارُ ٻہ چا چا سپ جي پالڻهار!
آلِو ميان، وينگس وچ ٻزار!

’چيتُ کري جي ڇڪجي، ڪانهي ڪابہ ڪَڙائي يار!‘
آلو ميان، وينگس وچ ٻزار!

چارڻَ چوري چَنگُ، انهيءَ تي ٻول ڪيا پلهار!
آلو ميان، وينگس وچ ٻزار!

---

ٺانگو آهيان، ٺانگو يارَ!

ڀھتو آهيان ڪاڪ- ڪنڌيءَ تي، ڇوري پنهنجو ڇانگو، يارَ،
ٺانگو آهيان، ٺانگو يارَ!

نڪتو آهيان هن نگريءَ ۾ لاهي سِر جو سانگو، يارَ،
ٺانگو آهيان، ٺانگو يارَ!

سَن جو ميتُ سَهانگو مون لڌو، سارو ديس سهانگو، يارَ،
ٺانگو آهيان، ٺانگو يارَ!

هَلندين پار پرينءَ ڏي مون سان؟ آهي پنڌ اڙانگو، يارَ،
ٺانگو آهيان، ٺانگو يارَ!

---

هيرَ مٺيءَ او هيرَ مٺي!— ڪير چوي ٿو هير مٺي!
رانجهوءَ ونجهليءَ ڏانهن نهاريو:
ڪير چوي ٿو هير مٺي!

ونجهليءَ پنهنجو هانءُ نه هاريو:
ڪير چوي ٿو هير مٺي!

ڏات ڏکوئيءَ ڏولڳر ڏاريو:
ڪير چوي ٿو هير مٺي!

ڌرتيءَ ۽ آڪاش پڪاريو:
ڪير چوي ٿو هير مٺي!

پيار نه مرندو، ڪيئن به ماريو:
ڪير چوي ٿو هير مٺي!

ويري وهه جا ٿانوَ پياريو:
ڪير چوي ٿو هير مٺي!
هير مٺي، او هير مٺي!— ڪير چوي ٿو هير مٺي!

كافر مومن ناهيان، وو، كافر مومن ناهيان!

آءٌ پنائي، آءٌ ڏاڙي، ساڳيو نينهن نڀايان، وو،
كافر مومن ناهيان!

ساڳيو معنيٰ جو مڌ پيئان، سامي نانءُ سڏايان، وو،
كافر مومن ناهيان!

ساڳيا سڌ وراڻيان، يارو، سوريءَ سيج سجايان، وو،
كافر مومن ناهيان!

رک ۾ چڻنگ چيتائي ڳوليان؛ باهه لئين ڀڙڪايان، وو،
كافر مومن ناهيان!

آءٌ جواني، آءٌ جوالا، جڳ جڳ کي جرڪايان، وو،
كافر مومن ناهيان!

جهوريان جهونا ڪوڙ، آلو ميان، ڪوٽ سوين ڪيرايان، وو،
كافر مومن ناهيان!

سرتا! تو لءِ سپنا آڻيان، ڪيئي عرش آڏايان، وو،
كافر مومن ناهيان!

تو لءِ پيارُ پنان مان، ڌرتي! سڀن هٿي سيڏايان، وو،
كافر مومن ناهيان!

مون لءِ ديش وديش نه ڪوئي، سڀ کي ساهه سمايان، وو،
كافر مومن ناهيان!

نگريءَ نگريءَ جو سڪ سونجهان، پنهنجو پاڻ پلايان، وو،
ڪافر مومن نا هيان!

سڀ جو هانءُ هندوري لوڏيان، پنهنجي ننڊ ڦٽايان، وو،
ڪافر مومن نا هيان!

جيون! تنهنجو جوڳي آهيان، ڳالهيون تنهنجون ڳايان، وو،
ڪافر مومن نا هيان!

تنهنجيءَ پَلَ پَلَ جي پيڙا کي، وائيءَ ۾ وَرنايان، وو،
ڪافر مومن نا هيان!

ڌرتي منهنجو ديس، مگر مان سنڌڙي جندڙيءَ لايان، وو،
ڪافر مومن نا هيان!



ٻادل ڙي، ٻادل ڙي! منهنجا نيڻ نٿا ٻس ڪن!

ڪنجي ڪنجي گهنگهور گهٽائون آڳر ۾ اڀرن،
منهنجا نيڻ نہ ٿا ٻس ڪن!

ساوڻ من-ڀانوڻ ۾ سرتيون ڪلهڻي ڪيچ وڃن،
منهنجا نيڻ نہ ٿا ٻس ڪن!

رُت آئي، رُت ويئي، جهُوليءَ ۾ ٿا ڏينهن جهُلن،
منهنجا نيڻ نہ ٿا ٻس ڪن!

مون ڳهليءَ جئن ڳوليُ ٿي، ڪجهہ ٻن ٻن منجهہ پون،
منهنجا نيڻ نہ ٿا ٻس ڪن!

ڀيچ ڀنيءَ ڀنپور مٿان اڄ بوندون ٽيون برسن،
منهنجا نيڻ نہ ٿا ٻس ڪن!

ڪهڙي ٻار ڀنهونءَ ڪي چايو آڏيءَ رات آئن!
منهنجا نيڻ نہ ٿا ٻس ڪن!

هاءِ ولهيءَ ڪي ڪيئن وساريو سيج ۾ سانگيڙن!
منهنجا نيڻ نہ ٿا ٻس ڪن!

ٻادل ڙي، ٻادل ڙي!
ٻادل ڙي ...

كوئي آهي، كوئي آهي! جيكو سچ چوي؟

ڏينهن - ڏني جو هن ڏائڻ تان جيكو گهونگهٽ لاهي،
كوئي آهي!

سالك سياست جا سمجهي، جو ٿاهه ٺڳيءَ جا ڊاهي،
كوئي آهي!

اونداهيءَ سان جيكو الجهي، چانڊوكيءَ كي چاهي،
كوئي آهي!

سنڌڙي، مون كي سڏ ته ڏي، تون چپ چو آهين، چاهي!
كوئي آهي!

كوئي آهي، كوئي آهي! جيكو سچ چوي؟

---

سانگيئڙن جي سار نہ چڏ،
رات تہ راهي گذري ويندي.

ڇا جي دوري! دل ٿي دل ۾، پکڙا تنهجي اوڏا آڏ،
رات تہ راهي گذري ويندي.

من ٿي من ۾ ماروئڙن کي کنهن مارڳ تي آڻي گڏ،
رات تہ راهي گذري ويندي.

ايندي، ايندي، ايندي ساڃهہ، ايندي تنهنجي سترلي سڏ،
رات تہ راهي گذري ويندي.

ليٽ تہ کرندا ڪوٽ انهن جا، ڪيئي وارا پوندا ڪڏ،
رات تہ راهي گذري ويندي.

---

## نئون جمالو

نئين سوج تي مهراڻ ۾،
هو جمالو!
نئين سوج تي مهراڻ ۾،
هو جمالو!
جنهن ۾ ليٽ پنڌا پيٽ تي،
هو جمالو...
جنهن جي ڦاٽ پکا کهاٽ تي،
هو جمالو...
جنهن ۾ پيڙيون سائين ٿسيڙ هيون تي،
هو جمالو...
جن جا پکهه جکهه جکهه تي،
هو جمالو...
جن جا مانجهي تي منجهڌار ۾،
هو جمالو...
آهي تري ويندڙيون تار ۾،
هو جمالو...
نئين سوج تي مهراڻ ۾،
هو جمالو!
نئين سوج تي مهراڻ ۾،
هو جمالو!

ٻيرَ ڪَڙين ۾، چَنگُ چَپَن تي، مَٿُ ۾ آلو ويسُ،
چاهين ڇا ٿو، چارڻ؟ تو ڪي ڇَريو ڇوي ٿو ديسُ.

هاءِ آڇايون، آسَروندڙيون، وڪ وڪ تي وهلور،
منهنجون اکڙيون، هيٺيون هرڻيون، ڏسن آفق ۾ ڏور.

آڏرو منهنجا گيت - پکيڙڙو، وڃو وهائوءَ وات،
دور ڏُڏڙ ڪان هن ڌرتيءَ جهي، ڇُهو ڪَتيءَ جي ڇات.

او مَٿماتا وِرڌاتا! تو لکيو هُيو هي ليکُ!
منهنجي سپني جي امرت ڪي آهي وهه جو ڏيکُ.

هن ڇاتيءَ جي ڇيهَ ڇيهَ ۾ آ ڪو اٽڪُ آمرت،
گهايو، مون ڪي گهايو، پيٺو منهنجو رتُ.

گيالي! تنهنجيءَ گيان-چڪيءَ مان لهندي منهنجي آچ؟
منهنجو من آهه مالسرور، تانگها تنهنجا پُيچ!

گهَرَڙي گهَرَڙي گلدان، انهيءَ ۾ رنگبرنگي ٻاپ،
ٻَونر ٻَونر ٿيي آڏريا جن مان آچ منهنجا آلاپ.

آهه پُراڻو پاپيي هي مَن، چندرما جو چورُ،
هيءُ لُٽي جيون جي جڳمڳ، جڳ کي ننڊ اگهور.

هيءَ چانڊوڪي، هي پيتل مَن ۽ هي سيتل آڪاسُ،
اَمرت-رس ٿي ويو آهي چڙ تنهنجو منهنجو ماسُ.

تنهنجو سُندر روپ، انهيءَ تي چوڏهينءَ چنڊ چِٽاءَ،
منهنجي مَن ۾ ڪيپُ، نديءَ جو هيجَ-هندورو، واءُ.

آهه ڳچيءَ ۾ منهنجي، گوري، تنهنجي گوري ٻانهن،
ننڊ پٽي آ چانڊوڪيءَ ۾، منهنجي مَن جي دانهن.

جيئنداسين تہ اِئين ئي رهندو سندرتا جو سنگُ،
پنهنجي منهن تان سور نہ لهندو، سَدُ جو ريٽو رنگُ.

جيئنداسين تہ ائين ئي رهندو هي مَن مست مگن،
سَدَ جي جوت سدائين جلندي، ٻرندو پيو جيون.

ساڳي پورنماسي آهي، ساڳيو آهه آڪاسُ،
هاڻي ڇو نہ ٿئي ٿو پيدا ڪوئي ڪاليداس!

دکياريءَ کي دان نہ ڏيندين؟ سُٺندو رهندين سٿڻ!
ڪيسين مون کان ڇپندو رهندين، منهنجي چِت‌چاچڻ!

ٻاڻيءَ ۾ پاريهرَ وهنجيي، ڪيندري پنهنجي ڪينءَ،
ان کي ڏسندي منهنجي مَن جي مونجهہ لهي وئي ڪيئن!

وڻ وڻ کي سون ٻاڪِي ٻائي چيو ته ”منهنجا ٻاءُ!
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي ٻَن ٻَن جو پڙلاءُ.“

ٻَرڪا رُت جي ٻاڪ-ٿَئي ۾ هيءَ آڪريءَ جي اوٽ،
ڪير سَٽِي ٿي آن ۾ من جي گَهري گهري چوٽ؟

اي ڏورانهان! ڏسڪي تو ڏي ڪيسين پنهنجا نيڻ ڪٺان!
ويجهو سون کي ڪونه وڻي ۽ سان ويجهي کي ڪونه وڻان.

---

تون جي ايندين رات، الا او رات،
ته منهنجي رات آمر ٿي ويندي!

تون جي ايندين ميت، ته هي سنگيت آمر ٿي ويندي،
مون ٻاري جا جوت، انهيءَ جي جيت آمر ٿي ويندي:
ڀر جي ڪاڪ ۾ مات، الا او مات،
ته منهنجي مات آمر ٿي ويندي!

تون جي ايندين ٻول، ته ٻَهه ٻَهه ٻرندا منهنجا ٻول،
جهَر جهَر جَرڪي پوندا جن ۾ منهنجا روح-رتول:
وائي آئي وات، الا او وات،
ته منهنجي لات آمر ٿي ويندي!

تن من تنهنجي پيٽ، نڇاور توتي منهنجا راڳ،
مان، آهيان تنهنجي آهوتي، تون آن منهنجي آڳ:
توکي ڏسندي ڏات، الا او ڏات،
ته منهنجي ڏات آمر ٿي ويندي!

تون جي ايندين رات، الا او رات،
ته منهنجي رات آمر ٿي ويندي .

---

ڏَر ۾ ڪهڙا ڏاڪ،
ڏڪڻ جا
ڏَر ۾ ڪهڙا ڏاڪ!

واري ساري وات،
نه ڪائي ڇانوَ نه ڪائي ڇات،
مڻان آ ڏاڪ:
ڏڪڻ جا
ڏَر ۾ ڪهڙا ڏاڪ!

پيني نه تِن لئه پونءِ،
تتيءَ تي پيرَ ڀڄيي ڏيا ڀُونءِ،
ڇڪڻ ڏا چاڪ:
ڏڪڻ جا
ڏَر ۾ ڪهڙا ڏاڪ!

لٿي نه تِن جي آڄ،
وراڻي ڪير، سموري سُڄ!
وڃڻ ڏا واڪ:
ڏڪڻ جا
ڏَر ۾ ڪهڙا ڏاڪ!

مليو نه تِن ڪي ماڳ،
انهن جو پُٺي پٺي پڙو پاڳ،
ڪلهي تي خاڪ:
ڏڪڻ جا
ڏَر ۾ ڪهڙا ڏاڪ!

---

هَيّا هَيّا هَيّا، او...
دور وڃي ٿي نَيّا،
هَيّا هَيّا هَيّا!

کھڙي گھاٽ لڳي، هيءَ نوڪا، ڪٿي ڪٿي جيون،
چِڙڪي پيو اڄ من ڪي سپني جھڙو سندر- ٻَن:
هَيّا هَيّا هَيّا، او...
دور وڃي ٿي نَيّا...

چانڊوڪيءَ ۾ چڙهندي پدما، تيڪ سان وهندي تار،
لُڙهندي لُڙهندي پنهنجي نَوڪا، پهچي ويندي پار:
هَيّا هَيّا هَيّا، او...
ڊور وڃي ٿي نَيّا...

ٻِن مانجھيءَ منجھڌار مٿان هيءَ نَوڪا ويندي دور،
ڪنهن ڏورانهين ڏيهه اسان کي چِڙڪي پرينءَ جو پور:
هَيّا هيّا هَيّا، او...
دور وڃي ٿي نَيّا...

ساڳي ٻَن ۾ مرگھه به موهي، ساڳي ۾ مَؤ واگھه،
سُک جي سيج به ساڳو جيون، ساڳو ڏک جي ڏاگھه:
هَيّا هَيّا هَيّا، او...
دور وڃي ٿي نَيّا...

پنهنجو جيون آهي، پيارا، جل-ڌارا تي جوت،
مٺڙي مٺڙي ننڊ اسان لئه ٻيجي ايندو موت:
هَيّا هَيّا هَيّا، او...
دور وڃي ٿي نَيّا...
هيّا هَيّا هَيّا!
هيّا هَيّا هَيّا!

(بنگالي گيت)

چنڊ جڏهن جهرڪي ۾ وهنجي، ڪنول ڪنول شرمائي!  
سانت، ڪنواري ڪنيا، منهنجي هردي کي هرڪائي،  
منهنجي من ۾ ڪوئي مراري بن بن بين وڄائي:  
نيل-گگن جون ڪيئي گوپيون،  
جن سان راس رچائي.

سمنڊ جڏهن منهنجو من موهي، جڳ-سندرتا گهائي،  
دور نڪٽ ۾ نڪري ڪوئي ليهر مٿان لهرائي،  
مان ٻڪڙيان، هو پرڙا ڪولي، اڏري پاڻ بچائي:  
ڪوئي ڀيد نہ پائي هن جو،  
ڪوئي ڀيد نہ پائي!

---

## ۴۷ گيت

جر جي ڇر ڪنهن ڇاتي ڪانهِ،
لڙڪ آگهياسي لڪي لڪي.

چانڊُڪ تي چانڊوڪي آهي،
هاڻ پر من جي ڇَن ڇاهي:
ڪنهن ڀر ته پاتي جهاتي ڪانه!
ڪل آئي ته به ڦڪي ڦڪي.

ساڳيو انبر، ساڳي ڌرتي،
ساڳي آهه سڳنڌ انهيءَ جي:
آهي جيا سڌ - ساتي ڪانه،
جنهن کي ساريان سڪي سڪي.

پريت به مايا، روپ به مايا،
سار انهيءَ جي لهندي ڇايا:
جنهن ۾ آهه حياتي ڪانه،
جنهن جي جوتي جهڪي جهڪي.

---

مَن -نگريءَ جي ڳليِ ڳليِ ،
تنهنجي گهر سان وچيِ ملي .

رمتي جوڳيءَ بين ڪنئي ،
در دِر پڻڪي سڻن هنئي ،
مليو نہ هن کي دان دِلِيَ .

تو در موڻي وريٰ وري ،
اڄ هن جيون - جهول پري :
ڳوڙها ڳاڙي، ڪليِ ڪيلي!

مَن - نگريءَ جي ڳلي ڳلي ،
تنهنجي گهر سان وچيِ سلي .

سڄڻ هيءَ پيڙ پرائي، ووءِ،
ارتيي اوت اکين ۾ جنهن کي، جيءَ ۾ ڪيٽي جل.

ڪانهن ڪماٽا، پينگ ٽيا سڀ پنهنجا پاٽا، ووءِ،
وستي ساري ويڙ، اسان جنهن ۾ ويگاٽا، ووءِ،
چاٽيي پنهنجي چاٽي، ووءِ،
جنهن ۾ ڏڪڙا رهجي ويندا، چٽندا رهندا پل.

هو رانجهوءَ سان رمتيون راتيون، هو ساجن جو سنگ،
هيير سٽي وئي جنهن جي ڪارڻ سک جي سيج پلنگ:
آڌيءَ رات آڏاٽي، ووءِ،
ڀهتي ڀهتي پار پرينءَ ڏي، ريٽي رنگ-محل.

ور سا چاٽي، جنهن جو ڏکڙو سمجهي پيءُ نه ماءُ،
جنهن جي من جي مار نه چاٽي، پر ۾ ٻيهي پاءُ:
صورت حيرت هاٽيي، ووءِ،
منهن تي ناهه مساڳ، نه تنهن کي اک ۾ ريک ڪجل.

روز پڪاري توکي پنهنجي من-موهن جو پيار،
جيون! توتي کهڙي سپني کيو آ ڪاري وار:
ڏيندا وڏ وراٽيي، ووءِ،
گهاو گهاو ۾ گونج انهيءَ جي، جنهن جي چوٽ آجهل.

سڄ هيءَ پيڙ پرائي، ووءِ،
ارتي اوت اکين ۾ جنهن کي، جيءَ ۾ ڪيٽي جل.

(فريد جي ملتاني ڪافيءَ جو آزاد ترجمو)

ٻُڌيون ٻهر، جدائيءَ جاڳَ
اڀ ۾ چنڊرما جي آڳ!

آس - آسونهان، رڻ ۾ رات،
گهايل گهوڙا، ٻيوس واڳ!

جهاڳيءَ آئي جيون - ناوَ،
ڪيئي ڪارونڀار اجهاڳ.

پهتا نيٺ ڪلالن - ڪوءِ،
ڀڄڪي ڀڄڪي منهنجا ڀاڳ.

تنهنجي ماندي باندي آءٌ،
امرت اوت، مٺيءَ جا ماڳ!

ولهه ۾ وينا چيڙ، ”اياز“،
پنهنجا ٻڌبا تنهنجا راڳ.

---

موتئي جون مالهائون ستند،
من-مندر جي چانئٺ، شام!

ساونڻ جي مڌ-ماتي رات،
آيءِ ڪيئي جلندا جام.

چنگ، چنڊا، چانڊوڪي، چيٽ،
سهڻي، سير، مرڻ جي مام.

منُ راڌا جي روپ نہ آهہ،
تون تہ اهوئي آهين شيام!

آلري آءُ، ورهہ جا واڳهہ،
من جي بن تي چانئي شام.

پاهر رنگارنگ شفق،
پچري پءِ پنڇيءَ جي شامِ.

چوڌاري سج-ورني ريت،
پنهنجا واريءَ تي وسرامِ.

ساگيو ساسي ڪاپڙيو،
جنهن جا گيڙو گيت سٺيام:

جنهن جون وايون سينهن ڦڙيون،
جنهن جا سر ساوڻ جي شام!

شو جو سيس، نہ-ٿهندڙ نانگ،
تو پءِ آيا ڪيئن ڪلام!

جنم جنم جي جيت "اياز"،
شاهہ، سچل، سامي ڪجهہ نام.

---

## ٥٥ غزل

ڪهڙي ڪاريھر جو ڏنگ،
ڇورائي آيو آ ڇنگ!

پي پي آيو سچ سروپ،
ڪوئي آڏوٽي آڙينگ.

من جو ڪارونيار ڪنڊيون،
سرتيي تنهنجو منهنجو سنگ.

اڄ جو ڪائي بوند پئي،
جيون ٿي ويو سُر سارنگ.

هاءِ ڪٿي هوءَ سيرسٺي،
جنهن جي لاءِ رڙي ٿو ڪنگ!

آن جي لوئي لاکرتي،
مرندي منڊ، شفق جو رنگ.

سانجهي، سانجهي، پيٽ، پگها،
پر تي آگ مٿان آونگ.

سري نه پنهنجي سيڙ سواءِ،
سامونڊيءَ جوڪنهن سان سنگ!

هاڻي ڇاڻي ڪيز، "ايـاز"،
ڪهڙيءَ ڪوڪ ڪڪوريو ڇنگ!

---

ناڳا، سينهوڳيءَ ۾ سچ،
ڪاريءَ ناڳڻ جهڙي رات!

مسجد، مندر سڀڪجهہ رک،
جرڪي ٿي هيءَ ڪنهن جي ذات!

واهيري جي ويڙهه ۾ اُڳهاڻ،
آ ڪيري ڪي اوڏي لاٽ.

برکا رُت جي ڏنڊلي ٻاڪ،
نيڻ ندوريءَ جا، برسات.

قيدي چيتي جهڙو ڏينهن،
زخمي هرڻيءَ جهڙي رات.

سنڌي شاعر، ٻاسي ٻيڪ،
اردوءَ جي آڏ- جوڻي ذات.

مذهب جي مرڻينگ ڪنيا،
ساڳيا ڪوڙ، کهاڙا ڪات.

سنڌڙي، تنهنجو ساهہ ”آياز“،
مري نہ ٿيڻو آهي سات.

سچ، پَنڇي يا پنڇيءَ جو،
وهندي پاڻيءَ تي پاڇو.

آيو آهين ڏينهن لٿي،
سَڌ پئي ڏوڙندو ڏاڍو.

ڪاري ڪَڪريءَ جهڙي رات،
پرِيت اسان جي آ پيڇرو.

وڻ وڻ تي ڪوماڻا ڪانوَ،
پن پن ۾ پڙلاءُ نہ ڪو.

هوڙي سانت، سرءُ جو واءُ،
ڇو نہ پري آ پيالي تو؟

تن جي تَونس سوا پِي ميتَ،
ڪوئي ماڻهو ماڻهوءَ جو!

ڪير تتيءَ جا تاو سهي،
چڻن ۾ آهي چانورڙو.

---

او مڌ ماتا ميت ڪوي!
آئين آمرت اوتيندو.

پَلُ پَل وِهہ جي آهہ وئي،
مُڪَ مُڪَ ۾ آهہ زهر پريو.

پهتو تو وٽ چو نہ اَلاءُ،
جِئوالا جيون جو ڦانو!

چنڊ تہ ملندو ڪونہ چڪورَ،
آءٌ جھٽيٖ ڪونہ ٽانڊو!

---

پنھنجي سياست باد۔ فرنگ،
ڪوڙھيءَ ٻوڙھيءَ رنڍيءَ جو:
مذھب ويٺو پاڙ سَڪي،
چوراھي تي آ چِڪلو:
کھڙي ڪاڪ، آڙي ڪاٺا!
ھي آ مومل جو ڪوٽو.

---

آج ڪائي گجگوڙ نہ آھ،
سارو ٻن آ سانتيڪو:
شينھن مري ويا، باقي ڇا،
ھي پنھنجا پنجوڙ ڪٺو.

---

شايد ويھي چِپ ماري،
اڳتي ڪوئي آھڙيو!
رھي نہ ڪائي ڇال ڇپي،
ساري ٻن کي ٻاھ ڏيو.

---

سنڌڙي! تنھنجي سينڌ ڏسي،
رات ٻڏائي .گھوٽ رتو:

## غزل

سنهنجي من جي سٽيءَ ۾،
ڏاڙهونءَ جهڙو ڏنيِ ڦٽو:

هينئون گهايل هرڻيءَ جيئن،
سامهون سارو وارياسو.

---

وڏوا جو مڙهه آهه ادب،
اڄڪلهه سنڌيءَ ٻوليءَ جو:

ويندو نيٺ وسامي، هاءِ،
ٽمڪي ٽمڪي ڪو ڏيئو!

ڪيسين جلندي رهندي جوت،
ويري جنهن جو واچوڙو!

ڪرندا آخر ڪوٽ ڪڏهن،
ساروڻڙو! او ساروڻڙو!

ٻولي گولي ناهه، "آياز"،
آن جو وس فقط واڪو.

او مَدَ-ماتا، هوريان هَلُ،
منزل آهي هرهڪ پَلُ.

منهنجي منهن تي تنهنجا هَٿ،
ٽڙندو آ جڻ نيل - ڪَمل.

تياڳَ وَيا، ويراڳ ويا،
هڻ هڻ چوري تنهنجو چَلُ!

جنهن جيونَ ۾ موسل ناهه،
تنهن جو کهڙو ڪاڪ محل!

سانجهيءَ ٽاڻي پيءُ سَرو،
تنهنجو ويڙ ي ٽڻي وياڪَل.

ڪنهن جي ناهي هيءَ سراءِ،
رات گذاريءِ ۽ هٽي هَل.

ان تي مَدَ جو سينهن وساءِ،
ٽڙندو ٽانگڙ جڻ ڦَل ڦَل.

آذري ڪائي لات ڪيان،
ڪيسين روڪيندو آن-جَل.

ٽاڙي مارڻ جي آيو،
تنهنجي ماڙيءَ تي طوطَل.

تنهن جيونَ کي آگ لڳاءِ،
جنهن ۾ ناهه ڪرم جو ڦَل.

## ٦١ غزل

ڪيچ هجي ڪيڏو ٻہ پري،
آريءَ پُٺتان آهہ آتل.

ٿَر ۾ ٿانئينڪو نہ ٿيو،
ڪوئي ڪوئي ڪارايَل.

آخر ڪارونجهار ڪري،
برسي ٿو ڀُٽ تي بادل.

هي واريءَ تي وَڏ ڦٽو،
هي ساوڻ جو سُرمنڊل.

اي ڪونُل! هي ننڊ-ڦِٽو،
تو جهڙو ڪو ڪوڪ ڪُٺَل:

ٻهڳڻ ٻولي تنهنجي لاءِ،
منهنجي ڪوتا آهہ ڪجل.

سنڌڙيءَ ڪي سيباءِ "آياز"،
پنهنجو گيڙو ويس غزل.

---

آڌيءَ رات پُلنيءَ جي پاڻ،
ٿي آچُ چوڏهينءَ جي چانڊاڻ!

اوهيري جي اوڪَ ته ڏس!
سياڻو ٿيءُ، صُراحي آڻ.

ڏي جنت ۾ان جام ڀري،
ڀيءَ دنيا جي ڪنهن ڪي ڪاڻ!

منهنجيءَ چانئڻ تي 'خيّام'،
'روميءَ' سان ڪئي روح-رهاڻ:

"گيتي سڀ ڪافر جو ڪوڙ،
جيڪي آهه هيتي آ هاڻ."

رات ملي وينجهر جي ڌيءَ،
جنهن جون اکڙيون هيري ڪاڻ:

جنهن جو سندر روپ سرير،
ٿاهيو آ ڪنهن پوچا ڪاڻ:

ڪارو ساگر جنهن جو روح،
جنهن جو جسم چٽي چانڊاڻ.

اونهي جي ٻي آنت صدا،
توکي ڪوني، ترهو تاڻ.

ٽڙندي ٽانگڙ آهي پيارُ،
جنهن سان ساسيءَ ۾ سرهاڻ.

ڀيو سڀ ڀاڃي جو ڀڃو،
جاني، آئُم، جُواني ماڻ!

باغي شاعر، شيخ "اياز"،
آيو ڪيئن ڀڃائيءَ ڀاڻ!

---

ڪوئي آنتيءَ جو اِمڪان!
سڄ پڙاڏو پئي حيران.

تڙقي تي تھذيب اچار،
ڪيڏو وحشي آ انسان!

ساڳيا پاپيءَ جا پنجوڙ،
ساڳيو زر جو آ زندان.

ساڳيو ڏاڍي جو ڌمڪاءُ،
هيٺو اڳ جھڙو حيران.

ساڳيءَ سوريءَ تي منصور،
ساڳيو سرمد تي بهتان.

ساڳي گانڌيءَ لئہ گولي،
ساڳيو لال لھوءَ سان گيان.

ساڳي چارڻ جي چڪيار،
ساڳيو شاعر جو شمشان.

اڄ پڻ ذات مُصوّر جي،
رت ۾ ٻوڙي ڪائي نان.

جاري ساڳي جنگ جدل،
عاري ساڳيو آسن آسان.

آڄ پڻ ويڙهہ نٿي سوچي،
ڪنهن جو ويڙهو ٿيو ويران.

ڪنهن ماتا جي مَمتا مُٺي
ڪنهن نينگر جو نڪتو پرانُ،

ناگاساڪي ڪافي ناهه،
سڀڪجهه ناس ڪندو نادان!

ميخاني ۾ پيو نه پتو،
ٻاهر رات هُيو طوفان.

هاريو سَي جو جام "اياز"،
ساڳيو نه رهيو هي انسان.

---

اڇڙو آهين جي تون آءٌ،
ڪيسين سانڍيان مان سوداءٌ!

ڪنهن ٿي چاتو، اي انسان،
توکي ڪُهندو تنهنجو ڀاءٌ!

جيون پوبہ ڪري ٿو چونڊَ،
توڙي ڏئي ٿو موتُ چتاءٌ.

اندر سيخون، ڪوٽَ-ڪٽوا،
ٻاهر ڪونجون، هيرَ-هُڳاءٌ.

اونهاري جي اوجَل ٻاڪ،
آءٌ، اڱڻ ۾ منهنجي آءٌ!

او زندان جي ڪاري ولهہ!
تو ۾ آهيان آءٌ اُلاءٌ.

وڄ وڄ موٽي، ويڄ وڄ، ويڄ!
گهايل چاڻي منهنجو گهاءٌ.

مون کي ڪوئي ڪونہ پلي،
پيار نہ چاڻي ٿو پڇتاءٌ.

---

او منهنجا محبوب وطن!
تو سان ساڳيو لونءُ لڳاءٌ.

هي منهنجو مظلوم قلم،
سوچيو ناهي جنهن سرچاءٌ.

رَت ۾ لَت پَٽ پنهنجو موت،
چاڙهان ٿو پر، منهنجي مائٽ:

منهنجي مَن ۾ آ منصور،
سوري جنهن جو جيءَ جِيَڙائٽ.

—

سوچي قاتل جو قاتل،
آيو قاتل تي کهڪائٽ.

پر جي ڪوئي نانگ هجي،
تنهن کان ڪهڙو آهه بچائٽ!

—

ڀُرَ جي بدلي ڏِين ٿو سونُ،
ٻوڙي ٿو وَٽِ ناهه وِڪائٽ!

او وڻجارا وائيءَ جَا،
مَن جو موتي ڪهڙي ڀائٽ!

—

گهايل مَن جا گهايل گيت،
جَن ۾ پيڙا جو ڀَڙلائٽ:

جن ۾ ڏَرتيءَ ڏَرتيءَ ڏُک،
جن ۾ ماڻهوءَ ماڻهوءَ گهائٽ.

ڀِنڀِٽ ٻِٽِيا نيٽ "آيــاز"،
جُڳ جُڳ جلندا منهنجا ڀائٽ!

—

۽ ڌرتيءَ جا ريت - رَتا،
سپنا! سيج - وَرنا سپنا!

تون آپَ تي ايمانُ نہ ڪر،
ڌرتي سُرگ نہ آهي ڇا؟

دير و حَرم ۾ هانوُ منجهي،
اڄ، اڄ ٻاهر ڪاڻ هوا.

اڄ نڀي تون نيڙوءَ ڏانهن،
ڇو ٿو ڳاهين ڪوٽ - ڪَڙا!

ڪنهن جو مندر ڪنهن جو سنک؟
آ سارو سنسار صدا!

ڪنهن جي مسجد ڪنهن جي بانگ؟
ٿاهہ ٺڳيءَ جا، هاهاها!

ڪنهن سُندرتا جي سَاکي،
هيءَ ويساکي پورنما!

ڦهتا منهنجا پياسا چَپ،
توتي جيون جا جهَرڻا.

هي سڌ - ماتا آتا نيڻ،
جهڙا رَس - لوڙيي پونرا.

---

ڪير آڱڻ ۾ آئي آهہ،
ڦاٽي تنهنجا ويس وڳا؛

ساڳي چوٽي ساڳي چڱت،
ساڳي مکڙي تي مايا؛

ڇا ڇا ٿي بهروپ ڪرين،
منهنجي مند - ماتي ڪوتا!

---

ڇوڏاري ساماڻا سُورَ،
پورَب پڇم آ پيڙا.

او ڏرتي، او گَسَر ڀَوتي!
ڏجي نيٺ تہ ڇمندو ڇا.

شايد ڪوئي نئون انسان،
شايد ڪوئي نئون خدا!

---

مون کي رات چيو سُقراط:
"هڪين ٿو تون ڪيئن هَيا!

جنگ کي آمرت اوتي پاڻ،
وِهُه جي پيءَ وَٽي بابا!

ڪنهن جي هار بہ آهي جيت،
ڪنهن جو موت بہ جيوَت آ."

---

سانجهيءَ ٽاڻي ماتيءَ مَت،
ڪولهي پنهنجو ڪيپ، پَريا.

جهرٽي جهڙي جهانجهه وڳي،
جنهن تي جهوميا جوڳيڙا.

سانڍي ۽ سانڍاڻ سِلي،
ڇا ۾ مليا ميٽ ٿيا!

---

ڳوڙهي ڳوڙهي سان ڪجهه سار،
من جي سورِ پيو مالها.

جنهن کي ڪوئي لُڙڪ آسُلهه،
مُرڪ انهيءَ جو مُرڪَ مٽا!

ڪنهن جي پيڙا جي سرهاڻ،
ٽانگڙ تي هي ماڪ ڦڙا!!

---

ڪاريون راتيون، پارو، پوهُه،
سيءُ، سوڙ جا اوسيڙا.

ٽاڍي پيڙو جيون جو،
جنهن ۾ سپنا پَٽ ڏاڳا،

ڳولا ڪن ٿا روز، "آياز"،
ڪنهن جي تنهنجا اوجاڳا!

---

## ٧١ غزل

هي ڳاٽ ڳاٽ ناهي، آ ڏيل تي ڏيائي،
ٻَهه ٻَهه ڪري ٻَري مون، هٿ راترات ڪاٽي.

جا توُنس آ طلب ۾، سا ناهه تنهنجي رب ۾،
تون ڪيئن سمجهندين مون چو آرزو آساني!

هي ڪفر ڪان ڪڙي آ، اسلام ڪان ٻڙي آ،
تون پيءُ، جيءُ، پَر پَر، اي گهوٽ هيءَ گهاتي.

تون پرجهندين نه پاندي، جا لوڏ آ لَٽڪَن جي،
سا راهه راهه ناهي، جا آ سِڌي سنواتي.

اي گهورڙيا گهڙيءَ جا، سڪ ڪجهه «آياز» ڪان تون،
سَٽ سَٽ جڏهن نٿون مڙ، مرندو تڏهن نه ماتي.

---

جيسين مون اي سيت، نه پوري ڪئي آهي سنگيت،
تنهنڪري به منهنجي ورِينا تيسين جڙندي پٺي ڪنهن ريت.

ڪڏهن ڪڏهن مون سوچيو آهي مان آهيان سا لاتَ،
ٻُجهي ٻُجهيءَ جا پرَندي رهندي، ڪُٺي نه جيسين واٽ.

وري اسان کي سيرَ سمهي جي آئيندي اوڏو،
پرين! پکي ۾ وري اسان جو گڏ هوندو گوڏو.

جڏهن به هوندي هيچ هوا ۾، جڏهن به ڦٽندو ڦاڳُ،
تڏهن ڪٿي ڪنهن من-مُکڙيءَ ۾ هوندو منهنجو ساڳُ.

تون نه سڃاڻين سپرين، ير مان اڳ پيءِ آيو هان،
اڳ پيءِ تنهنجي جاڳ جلي آ منهنجي سپني سان.

وري ڪڏهن ٻڌ ماتيءَ رُت جي ريت نڀائڻ لاءِ،
مان ايندس، مان ايندس، تنهنجي جڳ ۾ گولي جاءِ.

مان ايندس، مان ايندس تو وٽ ڪنهن سپني سان سناڻ،
آڳ اکين ۾، راڳ چپن تي، آهه منهنجو آهڃاڻ.



ماڪَ لڳي جو سوتي موتي،
آن کي چوندي چوندي مون،
آندو سورج جي سامهون.

ڳوڙها ها جيون جي جوتي،
جن کي پوئي پوئي، مون
ڀاتيون ڪنهن کي مالهائون.

ماڪَ اڏائي، سچ چمڪي ٿو!
ڀَل جا پيرائي، سچ چمڪي ٿو!

---

ڀڙڪي، ٽڙڪي، ڪڙڪي مَن تي ڪائي وڄ ٽمڻ،
لڙڪي لام، ڇڳو آ ڪيرو، پهچيءَ حيرت مان،

ڏسي ڪري آڪاش،
چيو، ”اي ڪاش!

وڃان مان اڏري ڌرتيءَ تان.“

---

مان سپنو هان، مان سپنو هان،
تنهنجو سپنو، تنهنجو سپنو،
’تون‘ جو ’سون‘ ۾ آهين .

تون جو سون ۾ ويٺو ڳائين،
منهنجي مُک مان گيت چوائين؛

منهنجي پڃري ۾ پَرَ ساهي،
اڏري ويندين پڃرو ڊاهي،

پوءِ ڪنهن پڃري جي ڳولا ۾؛
۽ مُڪر جي سمپورنتا ۾،

سون کي سپني جئن ساريندين،
پوءِ ڪنهن پڃري ۾ گهاريندين،

جيسين ڳائي اڏرين ان مان.
مان سپنو هان، مان سپنو هان،
تنهنجو سپنو، تنهنجو سپنو،
’تون‘ جو ’سون‘ ۾ آهين .

---

تون جو آئين سيج سنگهين،
او سپرين!
رات لڙي ته به ڪونه وئين،
او سپرين!

پڇون هيون مون سڀ پاڙيارين، ڏنو نٿي ڪنهن ڏس،
سوڻي آيس گهمي گهمي سان گهٽڙي گهٽڙي جو گس.

چٽيءَ چٽيءَ جي چاڻ ڏني مون مليا نه پر آهڃاڻ،
ڪيلي هليون ڪنگهڪار ڪري سڀ، ڏسي پٽليءَ جا پاڻ.

سڀڪنهن چيو ٿي، "توکي چا ٿيو، اوءِ آياڻي اوءِ!
ڪنهن سان تنهنجي پريت، نه جنهن جي ليچ نه جنهن جي لوءِ!

اهڙي ڪنهن جي سونهن نه ڪنهن جو اهڙو آهه سڀاءُ،
تنهنجي سانگيءَ جو اي سرتي، ڪنهن کي ناهه سماءُ."

مون چيو ون ون ٿي، "ويڙهي ۾ وڃي ڏيان مان واس،
اڃا ڪنڌيءَ تي ڪانگ لنوي ٿو، اڃا به آهي آس."

پويان پير ڪري جو آيس، گهمي گهٽيون ۽ گهاٽ،
ڏٺم ته لانڍيءَ اوٽ ڪٽو آن، جهلي ولهيءَ جي واٽ!
تون ئي سون ڏي پنڌ پئين،
او سپرين!

تون جو آئين سيج سنگهين،
او سپرين!
رات لڙي ته به ڪونه وئين،
او سپرين!

---

چا چا چور چنڊي ويو آهي!
اچا ته آهي چنڊ اڳ ۾!

اچا ته آهن سنهنجي ويڙهي
جي وَلِ وَلِ تي
کيئي ساکَ ڦڙا.

آچا ته منهنجي چِتِ جي سامهون
چمڪين ٿو تون
لالَن روء لُڏا!!

لٿي وَيو پر پروا ناهي،
آچا ته آهي چنڊ اڳ ۾!

---

مرکزي خيال
(جپاني هيڪو تان ورتل)

'ڇو؟'
ڪيرُ وراڻيندو؟ ڳيرو
"هُو ئي هُو، هُو ئي هُو"
'ڇا؟'
ڪيرُ وَراڻيندو؟ مٺا
ڳالهائيندڙ نا سمجهو.

---

لڏڙي ٻه-ٻهري لانڍي، ڏانو،
ٻنڍيءَ ۾ پاروڙو ڍوڍو:
آڌريا هيٺ ڪنڍيءَ تان ڪانوَ،
جن سران گڏجي ڪو نينگرڙو

ڪاٺي ويٺو-
ڳيٽيءَ ڳيٽيءَ سان ڳاٺي ويٺو.

---

ڪٿي ڪٿي، واجهه وجهي،
ڏور ڏسي، هيٺ سٽي،
ڪُو ... ڪا ... ري ڪُو ... ڪا ... ري...
سارس ساٿيءَ کي ساري.

«آئيي، آئيي هُن جي خوشبو،
واءُ ڏکڻ جي، آهه ڪٿي هو؟

دور وڃان، دور وڃان،
دور اچان، دور اچان،
او ... يا ... ري او ... يا ... ري...»
سارس ساٿيءَ کي ساري.

---

## (كاري)

كاري كاري رات، آنهيءَ ۾ كارو كُنوارو هانءُ،
كارو كُنوارو هانءُ كيڙيو آهه، جنهن ۾ نينهن-نڪتُ؛

ٻهراڙيءَ جي ٻاتَ، نه جنهن ۾ ڏَڏُ نه جنهن ۾ ڏانءُ،
ني جهَرڻي جي جهانءِ، آنهيءَ ۾ پيارُ ٿيو پَرگهَٽُ.

جَرڪي كائي جاڳَ، آڻاسي ڳوتَ اکيون ٻُوتيون،
نِڪتي كائي چاتَ چَپَرَ مان، آڏري واسي واءُ.

جهاڳيندي يون جهَرُ جهَنگُ وچَن ٿيون ٻَهڳَڻ جون ٻُوٽيون،
وِرَه چَوي، "مان وا گهُٽ، هلي آءُ مون ڏي اوري آءُ!"

---

ڪالهه ڪَويتا جي ڪَنڌي تي
سَرسوتيءَ ۽ ڪاليءَ ٻيئي
چانڊوڪيءَ ۾ امرت پيتو !

مُدّت ڪان پوءِ هي ويرياڻيون
ساڳي تَڙَ تي گڏجي آيون
پيدا ٿيو آ مَها ڪَوي ڪو!

---

پُوڄاريءَ جو پُوڄاريءَ سان ويرُ ڏِسي،
پَڇي ڪَٿِي پورا مون تنهنجي مُورتي.
مُنهنجي سُنهن تان ڏَرَم ڏَرَم جي ڌوڙِ لٿي،
سارو جڳُ ٿو پاسي تنهنجي آرسي.
ڳولي ڇا ٿي پوءِ به ڪَوِ تا جَنم-جَلي؟
تون به نه آهين شايد منهنجي شانتي!

---

بَنگلا*

ديش جي

وئشيا

سانوري

آپسرا

دام؟ چي:

ٽي رپيا

نام؟ چي:

"ڪام - ڏينو"*

---

* بنگلا = بنگال .

* ڪام-ڏينو = سُرگ جي هڪ ڳانءِ، جا هر خواهش پوري ڪندي آهي.

جڏھن آذر جي واءَ تي
ڪائي خوشبو ٿي اچي،
جڏھن تہ ڪوئي گلفروش
پنھنجي دامن کي جھَلي،
ٿو پريان سون کي سڏي-
گل ڏٺيا آھن ڪٿي.

ايترو سون ڪـي ڪيو
بـوءِ گـُل آ بيـقـرار،
جو ڏسي ھر راھگير
ٿـو ڪلي بيگانہ وار،
۽ چوي ٿو، "اي چريا
دور آ فصلِ بھار!"

ناھ ھن ويراني ۾
ڪنھن بہ خوشبو جو سوال،
وقت ڪان آ تار تار
دامنِ حسن و جمال،
تا ابد رھندا اِئين
ھي فسرده ماه و سال.

آءُ زنجيرِ صبا
۾ پيو ڇڪبو وڃان،
ڪائي خوشبو ٿي اچي
فصلِ گل جي دور تان،
ھاءِ، پر ھي راھگير-
سان انھن کي ڇا چوان!

---

راجا ڏاهرا

منهنجون نياڻيون
سهڻيون سياڻيون
ڪنهن هٿن آنديون!
مانديون! پانديون!

ڇيلهه ڀر رتّا
چڪيا ڇوتا
اڳتان گهوڙا

پٽ تان پياريون
راجہ ڪماريون
ننگيون ساريون!

هاڻ ڀر آهي
پوڄ انهن جي

منهن تي نفرت
عظمت، جرائت!
آهن منهنجون
چڻ ڪوڙتائون

## چؤ تون ڇاڙو چاهين؟

چؤ تون منهنجي پٽ تان ايندين، سک جي سيج ڇڏي!
منهنجيءَ ڇُلهہ ۾ ڇٽنگ نہ آهي، ٽؤنري ناهہ ٽڏي؛

مون وٽ ڪنهن مدماتيءَ اک جا ناهن ميگهہ ملار،
مون وٽ رڻ جون ڪاريون راتيون جيسين نيڻ-نهار.

چؤ تون ڇاڙو چاهين؟ پٽ تان سوچي سوچي آءُ!
تون ڇا ڇاڻين، ڇا آ سوري، ڇا آ ان جو ساءُ!

تون ڏاهو آن، چؤ تون سهندين ڏاهپ جا سؤ ڏنڀ!
چؤ تون اڏري سگهندين، ڪوهيان جي مان تنهنجا ڪنڀ!

چوءُ منهنجيءَ چکيا تي چڙهندين، ڇر آ منهنجي ڇاڻ،
سڙندو رهندين رک نہ ٿيندين، سوچي آءُ سڃاڻ!

گڻ گڻ کي مان اوگڻ سمجهان، گيان ڪيان اگيان،
ڏرم ڏرم جي ڏوڙ اڏايان، ڦاڙيان پوٿيون پُران؛

وک وک تي مون ڪنڊ ڪٿي ڪٿي، ڏس تون پنهنجا پير!
چو تون منهنجي ڪڍ لڳو آن؟ پٽ تي موت سوير!

پر جي منهنجي پٽ تان ايندين، جيءُ وجهي جا کوڙ،
چوندي ڪنڊا رکندس تنهنجي آءُ مٿي تي موڙ؛

مون وٽ پيو ڪجهہ ناهي، توکي ڏيندس اها پڪار،
جنهن سان جڳ جا ٿوڻيون ٿنيا ڏوڏي رکندين ڏار،

جنهن جو رهندو ايندو پيارا، جڳ جڳ ۾ پڙلاءُ!
آءُ، پڪارڻ چاهين تو جي، سنهنجي پٽ تان آءُ!

چوءُ تون ڇاڙو چاهين؟

---

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڀُولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڀُولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پڄاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ــ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‎ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)